شاعري

# آباد عشق انباهہ

(شاعري)

## داتا بگن شاهہ جيلانيءَ

جو صوفياڻو ڪلام


مرتب:

فقير عبدالغني پٽي



داتا بگن شاهہ اڪيڊمي لاڙڪاڻو

حق ۽ واسطا "مرتب" وٽ



آباد عشق انباهه

(صوفياڻي شاعري)

شاعر: داتا سيد بگن شاهه جيلاني

مرتب: فقير عبدالغني ڀٽي

پهريون ڇاپو: 2000

ٻيو ڇاپو: 2011

ڇپائيندڙ: داتا بگن شاهه اڪيڊمي لاڙڪاڻو.

ڇپيندڙ: VIP پرنٽنگ پريس لاڙڪاڻو. فون: 0744045961

ڪمپوزنگ: شيخ رفيق - آزاد ڪمپوزرس لاڙڪاڻو.

هديو : 50 روپيه

ABAD ISHQ ANBAH

(Mysticism Poetry)

Poet: Data Syed Bagan Shah Jilani

I[st] Edition: 2000

2[nd] Edition: 2011

Published by: Data Bagan Shah Academy Larkano.

Printed by: VIP Printing Press Larkano.

Composed by: Shaikh Rafique - Azad Composers Larkano.



لکپڙهه لاءِ: فقير عبدالغني ڀٽي

گورنمينٽ ايليمينٽري ڪاليج (مين) لاڙڪاڻو.

# آباد عشق انباهه

(شاعري)



## داتا بگن شاهه جيلانيءَ
## جو صوفياڻو ڪلام

مرتب: **فقير عبدالغني پٽي**




داتا بگن شاهه اڪيڊمي لاڙڪاڻو

## انتساب:

هيءُ ڪتاب آءٌ پنهنجي پياري
والده مرحومہ ڏانهن منسوب ڪريان ٿو
جنهن پالي وڏو ڪيو دعائون ڪيون ۽
ڪڏهن بہ فقيرن جي صحبت کان ڪون
روڪيو ۽ منهنجي وڏي ڀاءُ
فقيرعبدالغفور پيٽي مرحوم ڏانهن
منسوب ڪريان ٿو جنهن ننڍي هوندي
والد صاحب جي وفات کان پوءِ پدري
شفقت ڏيندي غلط صحبت کان بچائڻ
خاطر منهنجي هر طرح حفاظت ڪئي ۽
سخت تڪليفن جي وقت ساٿ ڏنو.

” انا لله و انا اليه راجعونَ “

**فقير عبد الغني پيٽي.**


هي ڪتاب ”آباد عشق اتباهہ“ **فقير عبدالغني پيٽي** مرتب ڪري **داتا بگن شاهہ اڪيڊمي** طرفان VIP پرنٽنگ پريس، اسد شاپنگ سينٽر لاڙڪاڻو مان ڇپائي پڌرو ڪيو.

# ھادي پاڪ الله
# شھنشاہ فيض درياہ

فقير عبدالغني پٽي کي دل سان دعا ٿو ڪريان، جنھن بابا سائين داتا بگن شاھ جو ڪلام پيو پيرو ڇپائي فياضي فقراءَ جي خدمت ڪئي آھي. فقير کي جس ھجي جنھن داتا بگن سائين جي ميلي جي سعيد موقعي تي ھي ڪتاب "آباد عشق انباھ" ڇپائي دعا جو مستحق ٿيو آھي. آئينده بہ دعاگو آھيان تہ جيئن داتا ولايت علي شاھ جو سمورو ڪلام ڇپائي داتا جي دعا جو مستحق ٿيندو.

سجاده نشين درگاھ فيض درياھ
سيد جان محمد شاھ جيلاني

# پبلشر پاران

زيرِ نظر ڪتاب **"عشق ڪيو آباد"** داتا بگن شاھ جو سمورو ڪلام پيهر هڪ نئين انداز ۾ نئين نانءَ **"آباد عشق انباھ"** سان **داتا بگن شاھ اڪيڊمي لاڙڪاڻو** طرفان ڇپائي اوهان جي هٿن تائين پهچائيندي روحاني خوشي حاصل ٿي رهي آهي. هن ڪتاب ڪان اڳ داتا فيض درياھ جو ڪلام **"قلندري خطاب"** ۽ شاھ ولايت جو سرائڪي ڪلام **"ڍولا ماهي آ"** ڇپائي سندس چاهيندڙن جي هٿن تائين پهچائي چڪو آهيان. فقراھ ڪي التجا آهي تہ هن ڪتاب **"آباد عشق انباھ"** لاءِ سهڪار ڪن تہ جيئن آئينده داتا ولايت علي شاھ جو سمورو ڪلام ڇپرائي سندن خدمت ۾ پيش ڪريان.

داتا جي ڪلام لاءِ مون ڪي بيرنگ مان اشارو پڻ ٿيل آهي، منهنجي خوشيءَ جو باعث آهي هيءَ گهڙي جو داتا بگن شاھ جي ميلي جي موقعي تي هي ڪتاب اوهان تائين رسائي رهيو آهيان. ٿورائتو آهيان فقير محمد صالح سانگي، منصور حب ۽ لاهوتي ممتاز مغيريءَ جو جن ڪتاب جي مواد آرٽ ۽ نيٽ ۾ پريس جا چڪر ڪاٽي منهنجي مدد ڪئي.

**پبلشر فقير اياز پيٽي**

# مقدمو

ماڻهن کي مذهبن جي مونجهاري مان ڪڍڻ لاءِ جن صوفي درويشن پيغمبرانہ تبليغ ڪئي آهي، انهن مان ڇڪ لڳ ڳوٺ انباهہ ضلع شڪارپور جي رند بي سروپا صوفي با صفا سيد فيض محمد شاهہ عرف داتا فيض درياهہ لکين اُڃارن کي معرفت جي درياهہ مان فيض رساني ڪري سيراب ڪيو. درگاهہ فيض درياهہ کي داتا ولايت علي شاهہ عرف "شاهہ ولايت" ڏيهان ڏيهہ عام ڪيو. هن ماديت پرستيءَ جي دور ۾ جتي وڏين وڏين گادين تي تصوفي رنگ ڦڪا پئجي ويا آهن. اتي اڄ بہ هن درگاهہ فياضيءَ تي روحاني رنگ چٽا ۽ نروار نظر اچن ٿا. هتي سال جا ٻارهن ئي مهينا فياضي فقير سازن کي سينگاري گيڙو رتا گيت جهونگاريندا رهن ٿا. اهڙي ثابت قدميءَ جو سئو سيڪڙو سبب درگاهہ فياضيءَ جي سجاده نشين داتا ٻگن شاهہ رح جو هي ڪلام جيڪو سندس درگاهہ جي طالب فقير استاد عبدالغني پنهنجي ترتيب ڏئي طالبان حق لاءِ پڌرو ڪيو آهي. پڪ سان پڙهندڙن کي رندي سوز ۽ ڪيف عطا ڪندو. استاد عبدالغني پنهنجي سچ تہ هي ڪم سرانجام ڏئي اهل فقر جي وڏي خدمت ڪئي آهي. ان جو اجر ڪيس هادي ڪان بي انت و بي انداز ملندو.

ازل قلم

**مهدي شاهہ فياضي**

تاريخ 20 مئي 2000

# سائين داتا بگن شاهه۔ هڪ اعليٰ شاعر

عشق جي مسافر کي فقط سادگي ئي پاڻ پوندي آهي، سنڌس طبيعت منجهه فقيري فيض نروار هوندو آهي. اهڙيءَ ريت شاعري پڻ انساني خواهشن جو اُهڃاڻ هوندي آهي، جيڪا شاعر پنهنجي طبيعت آهر پنهنجي محبوب جي خيال ۾ محو ٿي سرجيندو آهي، اهڙيءَ ريت سائين بگن شاهه جي شاعريءَ ۾ پڻ ڪيترين ئي رمزون سمايل آهن جن منجهان مجازي راهه کان حقيقي منزل جو سبق پڻ ملي ٿو.

سائين داتا بگن شاهه سادن سلوڻن لفظن منجهه پنهنجا اعليٰ خيال اوتي هر عشاق کي سنڌس منزل جو پار ٿو ڏئي، سندن ڪلام منجهه هڪ اعليٰ شاعر جي هر خوبي موجود آهي، جنهن منجهان ڪيترن ئي رُوحن کي راحت رسندي ۽ پارکن کي خيال جا نفيس موتي پلئه پوندا. جهڙيءَ ريت سائين داتا بگن شاهه جو وجود الائجي ڪيترن وجودن لاءِ باعث درس هيو اهڙيءَ ريت سندن خيال پڻ الائجي ڪيترن وجودن لاءِ باعث درس بڻبو.

**منصور حب**

لاڙڪاڻو 5 جنوري 2011ع

# داتا سيد بگن شاهہ جيلانيؒ

سيد پير محمد شاهہ عرف سيد بگن شاهہ ولد داتا ولايت علي شاهہ سن 1937ع انباهہ شريف ضلع شڪارپور ۾ جنم ورتو. سنڌي ۽ قرآن شريف جي تعليم ڳوٺ ۾ ئي حاصل ڪيائون. تصوف ۽ فقيري رنگ جي سچي ماحول ۾ وڏا ٿيا. سندن بابا ولايت علي شاهہ کين ٻارهن سالن جي عمر ۾ طالب ڪري بابي بگن جي صورت سمجهي پنهنجي فقراهہ سميت تعظيم جو سجدو ڪري فيض درياهي درگاهہ جو مالڪ بنائي پاڻ فيض عام ڪرڻ لاءِ لوڙهي مان نڪري سير سفر اختيار ڪيو.

سيد بگن شاهہ سائين جن ڏاڍا حسين جميل ۽ صورت سبحاني جا مالڪ هئا. پاڻ سدائين ساده گيڙو ڪپڙا پهريندا هئا. اهي حال فقيري جا زيور ڪنٺا ڪولابا منڊيون ۽ ڳانا اهڙا تہ سونهندا هُئن جو ڏسي اکيون ٺري پونديون هيون. سندن جمال ۽ جلال پسي حيرت جي حد نہ هوندي هئي ڏسڻ وارن لاءِ.

"ديکو تو فقير هئي سوچيو تو بادشاهہ" وارو مثال نظر ايندا هئا. پاڻ هميشہ صابر ۽ شاڪر، عابد ۽ فقيري فڪر جا حسين مجسما هئا. سندن رهڻي ڪهڻي عين اسلام مطابق هئي. "بسم الله، سبحان الله" گهڙي گهڙي اچارڻ سندن عشق ۾ شامل هئو. اٿندي ۽ ويهندي، سمهندي ۽ پاسي اٿلائيندي دم دستگير علي مولا جا ڪلما پڙهندا هئا. پاڻ انڪاري جملو نہ ۽ بس جي بجاءِ بهاري ۽ موج" الفاظ چوندا هئا ۽ فرمائيندا هئا تہ "آبا! نہ نياڳا ڪندا آهن."

سندن حسنِ اخلاق تُخلقو بِا خلاقِ الله جيان هيو. هندو مؤمن، شيعي سني ننڍي وڏي امير غريب سان ڀاڪر پائي ملندا هئا. حال احوال پڇي ننگر کارائيندا هئا. سندن گفتگوءَ ۾ نرمي، تسلسل، سچ، روحاني رمز، قانون ۽ قرب آداب ۽ اخلاق ڀريل هوندو هئو. جڏهن ڳالهائيندا ته موتين ۽ گلن جون لڙهيون پوئندا ويندا هئا. سويري اٿڻ ڏندڻ ڏيڻ، قرآن شريف جو دور ڪرڻ ۽ دستگير محبوب سبحانيءَ جي شان ۾ مدح "سيد ڏي سڏيران محي الدين ميران" پڙهڻ سندن محبوب مشغلو ۽ فرض ۾ شامل هئو.

ڪاٺ پيٺ ۾ وڏائي ڪونه ڪندا هئا. سادو کاڌو لسي ۽ ڪير موسمي ميوو وڏي چاهه سان کائيندا هئا.

جهد جفائون بہ ڏاڍيون ڪيون هئائون. داتا ولايت علي شاهه جن جي سيلاني ٽيڻ ڪان پوءِ ننڍي چمار ۾ ٺي حويلي ۽ درگاهه جي سار سنڀال جو بار مٿن آيو. جيئن ته پاڻ پهلوان هئا سو ڏينهن رات رياضت ڪيائون. اڳيون زمانو غريبيءَ جو هئو. فقير سير ڪري ايندا هئا تڏهن وڃي گذر ٿيندو هو. اهو غريبيءَ جو احساس دل ۾ رکي همت، محنت، قناعت ۽ ڪفايت ڪندا رهيا جنهن مان اڄ فياضي درگاهه کي چوڌهن چنڊ لڳل آهن. سندن ٺي وقت ۾ فياضي بنگلو ۽ درگاهه بہ پيرا جڙي راس ٿيا. فقيري فهم ۽ رياضت ۾ موجوده سجاده نشين سيد جان محمد شاهه پنهنجو مٽ پاڻ آهن اهڙو لائق فائق پٽ ۽ امر کي آڏو نہ ايندڙ طالب جهڙو جان محمد سائين آهي، اهڙو ٻيو ڪونہ آهي.

## عشق محبت:

سائين بگن شاهه جن جو عشق پنهنجي مرشد ۽ مرشدن جي مرشد حضرت محبوب سبحاني سان آهي. پاڻ هر حال ۾ حقيقي

حسن هادي واري حال جي تلقين ڪندا هئا سندن چيل مداحون ان حقيقي عشق جون آئيندار آهن.

سائين جن جي شخصيت پاڪ گهڻَ پاسائي هئي پاڻ پنهنجي عمل سان هر خاني ۾ پورا، تمام وڏا ذهين حافظي جا پڪا درگاھ جي هر شيءِ ياد هوندي هئن. ڏيتي ليتي ۾ امانت، انصاف ۾ درميانہ روي اختيار ڪندا هئا.

پنهنجي ڪلام ۾ مذهب کي مونجهارو ۾ قيد سڏيو هئائون ڪاوڙ ۽ پيائي کان منع ڪندي محبت ۾ سڀ مطلب هُجڻ فرمايو هئائون ۽ پاڻ اهڙيءَ ريت پاڪ صاف زندگي گذاري 27 ذوالقعد 1424ھ منجھ واحد کي وصالي ٿيا.

ايڪويهين صديءَ ۾ بہ سندن فقيرن جي ٽولي وڏ کان وڏ آهي. سندن طالبن مان ڪوڙسارا رياضتي فقير، شاعر، اديب، وڪيل، ڏاها ۽ ويراڳي آهن. سائين جن جا صحبتي تمام گهڻا آهن هت ڪجھ جا نالا ڏيان ٿو.

جن مان اول احمد فقير ميربحر، درگاهي فقير، "محمود فقير عرف محمدڻ" فقير گهوٽو غمدل فقير، فقير محمدڻ گهوٽو شاھ ڏنو فقير سندراڻي، رئيس دوست علي ٽنبو چام، درياھ خان فقير ۽ محبوب فقير جيهو مينهل فقير مرڪياڻن وارو سيد سينل شاھ جيلاني وريل فقير (پيو) سيد ڪامل شاھ ڪنڊڪوٽ علڻ فقير پينگوار، غلام مصطفي پٽو غلام مصطفي جوکيو لاڙڪاڻو محمد فقير ڪتياڻ شاھ نصير (ٽيون) سيد قطب علي شاھ لونگاڻوي، امام علي فقير پنج مورڻو سيد نواب علي شاھ گويو فقير خيرپور لقمان، بنگل فقير سيوهاڻي، 'رحمدل' فقير درگاھ راضي فقير لاهور، فقير امام الدين ڊڪڻ ۽ پيا ڪيترائي.

طالبن ۾ سيد جان محمد شاهه سيد ڪامل شاهه سيد حسين شاهه آرائين، حڪيم سيد حبيب الله شاهه رنگي، عبدالرؤف پنهنجي عرف آزاد فقير، منير احمد انڙ سکر، سيد مهدي شاهه فياضي مرتب ڪتاب "انباهه ۾ آڙاهه"، عبدالجبار عيساڻي ڏکڻ سنڌ استاد ۽ اديب، سيد تصور شاهه وڪيل، مشتاق احمد ابڙو وڪيل، فقير محمد بچل ابڙو لاڙڪاڻو، فقير مظفر حسين، اختر حسين مهيسر، مقصود احمد مگريو عاطف دراني ۽ جاويد جوکيو ۽ عرض محمد مديجي، عنايت علي شاهه بخاري لاڙڪاڻوي، قادن فقير شيخ، فقير محمد حنيف شيخ، فقير محمد حسن راز ڪافي جو سنڌ شاعر ۽ درگاهي فقير رشيد وگڻ لاڙڪاڻو گلشن فقير جيهو گلشن فقير ميراڻي مرزاپور "عاشق طبيعت"، سيد ڏنل شاهه سجاده نشين درگاهه علامه تارڪ نجفي لالورائينڪ، قمر الدين پنهور رتوديرو، مادم فقير لاڙڪاڻو محبت فقير پنهور اوڙ فقير سومرو، فقير محڪم ۽ مريد ميراڻي.



## سيد بگن شاھ جو نرينو اولاد



## نعتيہ ڪافي

تلہ:

محمد جي صدقي ڏي معافي الله،
محمد اسان جو آ، شافي الله.

خطادار آهيان، گنهگار آهيان،
بيشڪ برابر، بدڪار آهيان،
ڏسي ڏوهہ نہ ڪر انحرافي الله.

پچاڙيءَ جي پارت، علي اصغر جي صدقي،
لڄا جي رهائين، علي اڪبر جي صدقي،
سينو نور ثابت ڪر صافي الله.

نڪي مال حُوران، نڪي زر گهران ٿو
رڳو عشق تنهنجو توڪان سر گهران ٿو
اهو سوال منهنجو اٿئي ڪافي الله.

ڇيهن ڪان ڇڏائين، 'بگن شاهہ' کي هڪدم،
نہ ٿئي دير هاڻي، ڪيو ڪم يڪدم،
سمي جال سارو هي، ٿيو صوفي الله.



## قصيدو شانِ علي

تلهہ:

علي پاڪ اعليٰ، علي پاڪ اعليٰ،
مشڪل ڪشا آهين، بيشڪ تون بالا.

تون ئي خدا جو خدا تنهنجو سِرُ آ،
بالا نہ پيو ڪو، تو کان بهتر آ،
آڌار اسان جو اصل اسد الله.

قدم تنهنجو هڪڙو مديني ۽ خيبر،
پيو قدم تنهنجو عرشِ منور،
آواز تنهنجو خود، پڌو رسول الله.

سخاوت ۾ تنهنجو مٽ نڪو ثاني،
پئي جڳ تو تان، ڪيان قرباني،
ڏيکاريندي مون کي، تون عرش معليٰ.

حيدر منهنجو هادي، آهي شاهنشاهہ،
برهہ ۾ ڪندين تون، 'بگن' بادشاهہ،
آهيون نيهہَ تنهنجي جا، نانگا نرالا.



## مرشد جي حضور التجا

ٿلهه:

آهين مالڪ داتا ولايت جو
ڪٽندين بار اسان جي قيامت جو.

آيس توڏي هلي، جهليم يار جهولي،
مٺا توکان سوا ٻي ڪانهي ٻولي،
تولئه ملڪ، شهر آهيان ڳوٺ، ڳولي،
شاهي شان شرف آ شفاعت جو.

سهڻو ساقي ٻه تون، سردار ٻه تون،
منهنجي عيبن جو آڌار ٻه تون،
ڪِنَنِ ڪوجهن لاءِ قربدار ٻه تون،
هن سواليءَ جي ته صداقت جو.

اميد وارا اچن، اچي عرض ڪرن،
پائي پاند ڳچيءَ، ڳل پيش پون،
ٻئي ڏي ڪيئن وڃن، ڪهڙو حال ڏسنِ،
تون سرتاج سدائين سخاوت جو.

پاڪ پنجتن جو پيارو بہ تون،
فيض درياھہ جو فيض وارو بہ تون،
سڄي ملڪ مٿان، چنڊ تارو بہ تون،
نسل شاھہ جيلاني نزاڪت جو.

ڪيئي درد ونڊا، ٿيا فقير فدا،
’بگن شاھہ‘ جھڙا، تنھنجي در تي گدا،
سڻ سائل جا ھي، سوال سدا،
انھيءَ عشق الاھي امانت جو.



# مداحون

ٿلهہ:

دير نہ ڪر دستگير سدا دل ساري ٿي،
اڇي پهچ پيرن جا پير سدا دِل ساري ٿي.

(1)

ڪر قادر ڪرم نہ ٿئي دير هاڻي دم،
ڪڻ قربٿون قدم، اٿي حال معلوم،
لاهہ غم ۽ وهم، سارو فقر فالم،
واهر ڪر تون وير، سدا دل ساري ٿي.

(2)

واڳ وصل جي وار لهہ سُتَتُ سنيار،
پيرِ مغان پڳدار، ٻڏل ٻيڙي ڪي تار،
وري ڏک نہ ڏيکار، ڪري پار اُڪار،
ٿئي منهنجو ساهہ سُڏير، سدا دل ساري ٿي.

(3)

آھي بار باري ڪيو ترت تياري،
ڏاڍو ڳن ڦماري، جنھن پيڙي ماري،
لڙھي ٿي لھنواري، بيحد بي اختياري،
ثابت ڪيو منجهان سير، سدا دل ساري ٿي.

(5)

آھين شاھن جو شاھہ ھادي فيض جو درياھہ
دائم تنھنجي درگاھہ بيواھن جي واھہ
"آباد عشق انباھہ"، برھہ ۾ ٻڳن شاھہ،
منھنجا ميران محي الدين مير، سدا دل ساري ٿي





تلھ:

مرشد منهنجا جوان جيلاني، سائي روضي وارا،
سائي روضي وارا، حسن حسين جا پيارا.

ٻيڙا ٻڏل تو ئي تاريا، سير منجهان تہ سويارا،
گهوٽ ڪنوار بہ ٻاهر نڪتا، ڄڃ ۽ دهلن وارا.

قدم تنهنجا ڪل تي قائم، قادر پير قرارا،
جن ملائڪ نانگ ۽ پريون، ويٺا ميجي ويچارا.

معاف ڪر محبوب سائين، من منهنجي جا مونجهارا،
ڪيئي اچن ٿا در تنهنجي تي، سوالي سڪندر دارا.

'ٻگن شاهہ' آهي بردو تنهنجو بغدادي تہ پلارا،
سامَ پرتا آهيون سيد توڪي، فيض جي درگاهہ وارا.





تلھ:

جوان آهي تہ جيلاني، منهنجو جاني،
هلي ڏسو تہ انباھ ۾، داتا جي درگاھ ۾.

پنجتن پاڪ جو آهي پيارو
غوث آهي صمداني، منهنجو جاني.

مولا عليءَ جي باغ جو گل آ.
نور آهي تہ نوراني، منهنجو جاني.

ٻڌل ٻيڙا توئي تاريا،
اهڙا ڪيوَ احساني، منهنجو جاني.

فيض درياھ جو فيض فقر سان،
راز آهي تہ رنداني، منهنجو جاني.

قادر پير جا قرب ڪروڙين،
قدمن تان قرباني، منهنجو جاني.

سدا بهار ڪي سدائين سڪ ۾،
سائين ڪيو سيلاني، منهنجو جاني.





تلهہ:

منهنجا جوان جيلاني، تو تان صدقي مان وڃان،
ڏئين ٿو دان دلين جا، توکي ڪيئن نہ مان مڃان.

اچي جيڪو سوالي، وڃي ڪونہ خالي،
ڪري سوال جهڙو ملي اها مالي،
در تنهنجي تان اچي جن پُٽَ آهنِ پنيا.

ٻارهن سالن جو ٻيڙو ڏس ترندو اچي ٿو
ڪيو سوال ٻڏڙيءَ تہ واپس وري ٿو
ٿيو ڏيءُ تنهن جو لاٿو اُن جون اُڃان.

سواءِ تنهنجي، منهنجو ناهي ٻيو ڪو چارو
قبر ۽ حشر ۾، تنهنجو آهي سهارو
جيئرو آهيان جيتر تہ پيرو ڪيئن مان ڇڏيان

'بگن شاهہ' تنهنجو سڳ ٿو سڏائي،
ڇڏجانءِ نہ تنهن کي تون، دل تان ڀلائي،
سدائين تنهنجي در جي، چائنٺ ويٺو چُمان.





تلهہ:

ڪروڙين ڪرم قربن جا، ڪيا قادر اڇي مون تي،
ويا سي سور سيئي سارا، سنا هيم جيڪي سِرَ تي.

تيو احسان اهو آهي، پسي مون پاڪ پيشاني،
جڏهن نظر ڪيَئن پنهنجي، ٻچن ٻارن سچي گهر تي.

ٻڌل پيڙو هو ورهين جو صفا ثابت صحيح ساڳيو
ڪيڏي اهو چوهہ چولين مان، بيماريائين سو وري ڀَرِ تي.

پيرن جو پير تيو پيدا، فياضي فيض فقر لئہ
تي شفقت ۽ رحمت آ، نماڻي هن سا نِڌر تي.

سچي دل سان سڏ ڪر تون، سدائين غوث اعظم کي،
اهڙو پيو قرب ڪڏهن ڪاڻئون، نہ ملندو توکي زَرِ تي.

وٺ مرشد 'بگن سائين' تون، محيءَ الدين ميران کي،
برابر برهہ بيرنگ جو، آهي انهيءَ سندي دَر تي.





ٿلهہ:

نٿي ساھہ سري، پنھنجي پير بنان،
مٿي ميران مُحي الدين، مير بنان.

قادر قرب پنھنجو، تون قائم ڪر،
دامن دستگيريءَ ۾، دائم ڪر،
فقر فيض درياھي، فالم ڪر،
انھيءَ عشق تنھنجي، اڪسير بنان.

ھمراھہ ھيڻن جو ھادي تون،
بادشاھہ بيشڪ، بغدادي تون،
گلزار اچي ڪر، ھيءَ گادي تون،
ڪوئي قائم نہ ٿيندو، تنھنجي ڪِيرَ بنان.

سواليءَ جا سڻ سوال سدا،
مڪمل منھنجا احوال ٿيندا،
عرض پيش پرين گُل پورا ڪندا،
قارون دل تہ منھنجي آ، تو فقير بنان.

ٻيڙا ٻڏل تو تاريا،
مرده زنده تو جياريا،
ڪيئي جلوا جيلانيءَ ڏيکاريا،
اٿين ڪير ڪري، دستگير بنان.

دربان اول در جو آهي شاهہ ٻگن،
سڳ ٿو سڏائي، تنهنجي سڳن،
مقبول مداحيءَ جا ڪجن،
رهي تانگهہ نہ تنهنجي تصوير بنا.



# ڪافيون

تلهه:

ٿيو عشق تنهنجو اندر اثباتي،
جاڳون يار جيءَ ۾ تو جهاتي آ پاتي.

جڏهن تو نظر ڪئي، تہ توکي ڏسان ٿو
عرش قرش آسڻ پاڻ ۾ پسان ٿو
تڏهن صاف صورت آ، مون پنهنجي سڃاتي.

وَنَحن اَقرَب، ويجهو وسين ٿو
دَمَڪَ دَمِي، مون کي تون ڏسين ٿو
هر شيءَ روشن ۾، تي وئي آ ڇاتي.

هڪ تون ئي آهين، اهو ئي ذڪر آ.
پاڻ کي پيو سمجهڻ، وڏو هي ڪفر آ.
معنيٰ سچي آهي، ناهي مصلحاتي.

الانسانـي ويـس مـثـائـي،
بشري آئين برقعو تون پائي،
صحيح سڃاڻي توسان، لَنوڙي مون لاتي.

منهنجي جسم ۾، تنهنجوئي دم آ،
روح بہ تنهنجو باقي ڪھڙو غم آ،
انا الحق چوڻ سان، ٿئي حاصل حياتي.

اصل ماڳ پنهنجي تي، الله هيس مان،
برهہ ۾ ڪٺي هِتِ ’بگن شاهہ‘ ٿيس مان،
اِهِا قُربَ جي سِرَ تي وَهايم ڪاتي.



## ڪافي حال ھمہ اوست

تلھہ:

تون آھين مون ۾ مان آھيان تو ۾
جهان هلائڻ وارو ڪير.

ھوالاول ھوالآخر. پاڻ چيائين آھيان باطن ظاھر،
اظھار تيڻ وارو ڪير.

وتعز من تشاءَ وتزل من تشاءَ، تعذ من تشاءَ وتزل من تشاءَ
ذوھہ ڪرائڻ وارو ڪير.

قرآن ۾ تو چيو آن ڪي بهشت وڃڻ ناھي اَمرُ ڪافر ڪي
داٽي ڪارائڻ وارو ڪير.

وجه الله آدم جو اسم آ، فذڪروني پوءِ چوڪم آ،
ياد ڪرڻ وارو ڪير.

خلق الآدم عليٰ صورته، فَنَفختُ فيهِم رُوحِي،
جدا ڪرڻ وارو ڪير.

احديت وارو القاب لاھي، بشري آئين برقعو پائي،
باقي 'بگن شاھہ' ڪير.





تلهہ:

حال فقيري دائم قائم،
آهيون شاهنشاهہ ميان.

قطري قطري فيض اسان جو،
آهيون پاڻ الله ميان.

رب رسول بہ مظهر منهنجو،
خلقيم ڪل ارواح ميان.

احد احمد پنهنجي وڏائي،
آهيون بي پرواهہ ميان.

واسينگن ڪان وڌ ساڙيندڙ،
برهہ منهنجي جي باهہ ميان.

بيشڪ 'بگن شاهہ' هادي حق جا،
حاضر منجهہ هنباهہ ميان.





ٿلهہ:

ملڪ مڏيون ۽ مال،
سيئي آهن هٿ اسان جي.

رهبر آهيون راهہ رسولي،
فيض فقر جا حال.

اناالحق جو درس ڏيون ٿا،
خاص خدائي خيال.

اهو پنڌ گهڙيءَ جو اسانکي،
جنهن ۾ لڳن ٿا سال.

معلوم آهن مڙئي اسانکي،
احديت جا احوال.

برهہ اسان جو بيشڪ بقائي،
اسين آهيون بگن لعل.





تلھ:

صوفي صاف رک تون سينو
رھبر تي تون رند سڏاءِ

بيچُونَ ۾ رھ سدائين،
موتي اچڻ جي توکي منع آءِ

ديس امن ۾ رھ تون سدائين،
ٻي ھنڌ تنھنجي ناھي جاءِ

پاڻ کي گم کري پاڻ سڃاڻج،
غير گمراھي لوڙھي لاھ

انا الحق جو ماري نعرو
بيحد برھ جي بات ٻڌاءِ

’ٻگن‘ سائين تون سِرُ آن ساڳيو
ناھ وري نہ ٻيا کي ٿاھ





تلهہ:

محبت خدا جي آهي، محبت فقير جي،
صُحبت سُبحاني آهي، صحبت فقير جي.

طالب ٿئين طريقت، حاصل ڪرين حَقيقت،
معرفت خداجي آهي مِلت فقيرجي.

مطلوب ڪان معلوم ڪر، راهہ حق جي رهبري،
رُغبت رباني آهي، راحت فقير جي.

وحدت سندو ويساهہ ٿي، خادم الفقراهہ ٿي،
رحمت خدا جي آهي، خدمت فقير جي.

بيشڪ بقاءَ بخيو برهہ ۾ بگن سائين،
شَشِ جِتِ ۾ شاهي، ولايت فقير جي.





تلهہ:

قادر ٿي هتڙي آيو ڪائنات جي مٿان،
ظاهر ٿيو ظهورو هر ذات جي مٿان.

بيرنگ جو روپ لاهي، صورت جو پوش پائي،
ڪل شيءِ قلم ڪُڏائي ساري صفات جي مٿان.

آدم جو قدر اعليٰ، بيچُونَ بي مثالا،
آهي خاص خود خيالا، هر بات جي مٿان.

انسان ۾ سمائي، ڏس پاڻ ٿو ڳالهائي،
رڳو پول ٿو پلائي، جسمات جي مٿان.

آيو سڀ ۾ سِرُ سَمائي، ائين پاڻ ٿو پسائي،
بيشڪ 'بگن شاهہ' آهي، هر اوقات جي مٿان.





تلہ:

اسان جو فقيري، احوال اهڙو
ڪڏهن حال ڪمڙو ڪڏهن حال ڪمڙو.

سدا سُچ صفا ۾، سلطان آهيون،
ڪُڏِي ڪار قتل ۾، قربان آهيون،
اهو ڏينهن اصل چئو، آهي عيد جهڙو.

منجهہ موج مستيءَ مسافر بہ آهيون،
غريبي گذر ۾، گداگر بہ آهيون،
بادشاهہ برابر، ناهي مَٺُ ڪو ٿمِڙو.

اول سُنگ صوفين جا، سرتاج آهيون،
حالت حقيقيءَ ۾، حَلاج آهيون،
هر دم حالِ حُسيني، آهي منهنجو تيڙو.

لتا ۽ ليڙان، ڪتيڙان ٿا پايون،
جوڙي جامان جائي، جنسار جوڙايون،
لاهوتين جي لَنوَ ۾، لبيسُ وَيڙو.

صبر ۽ شڪر ۾، رهون ٿا سدائين،
نہ آهي اسان ۾، وڏيڪ وڏائي،
برهہ جو 'بگن شاهہ'، اهو بار پيڙو.





تلھ:

آھي عبديت جي، آڻ ميان،
نہ تہ پاڻ آھيان، پنھنجو پاڻ ميان.

اَنا احمد بلا ميمي، اھو اٿئي اھڃاڻ ميان،
فاَينَ ماَتولو فثم وجه الله، منجھ وجود وڻاڻ ميان.

ٻانھپ واري ٻولي ناھي، ڇو ڪَرين ڇا ڪاڻ ميان،

سر سري آھين ساڳيو سائين ڪنھن ريجھ آنلو تي رھاڻ ميان

رھبر آھين راز ازلي، ويھي ڪر واڪاڻ ميان.

مام سمجھي موتوءَ واري، موج الاھي ماڻ ميان.

بالا بيشڪ 'بگن شاھ'، ڄاڻ اھو ئي ڄاڻ ميان.





ٿلھ:

عشق ڪيو آباد، سھڻا تنھنجي سانگي،
سھڻا تنھنجي سانگي، داتا تنھنجي سانگي.

وَحدت ويساھ ساڻُ سدائين، شونقڻُون رھي دل شاد،
سھڻا تنھنجي سانگي .......

ٻيون سڀ ڳالھيون علم عقل جون، برھ بنا برباد،
سھڻا تنھنجي سانگي .......

انا الحق جو سبق پڙھيو سي، عشق ٿيو استاد،
سھڻا تنھنجي سانگي .......

خام خوديءَ جا خيال ڪَپائي، عشق ڪيو آزاد،
سھڻا تنھنجي سانگي .......

فيض درياھي فيض مليو آ، پنھنجا پريا سي پاند،
سھڻا تنھنجي سانگي .......

بيشڪ بگن شاھ الف اندر ۾، يار سدائين آ ياد،
سھڻا تنھنجي سانگي .......





تلھہ:

آھيون اسين بہ آھيون، عاشق الله جا،
صحيح پڙھئون تا ثابت، سبق الله جا.

اصل آھيون اويسي، واحد وصال ويسي،
محبت منجھہ مھيسي، مشتاق الله جا.

سامي سخن سچارا، ڪامل قول قرارا،
عرشن مٿي اوتارا، مالڪ ميثاق الله جا.

لاريب جي لقا ۾، باقي رھڻ بقا ۾،
اھي آھن اسان ۾، اخلاق الله جا.

صوفي صاف سڏايون، مذھب سڀ وڃايون،
لم يزلي آھيون، عُشاق الله جا.

قادر قل ھوالله، آھي آدم سر الله،
برابر 'بگن شاھہ'، بيشڪ الله جا.





**ٿلهہ:**

رُخُ ڪعبو منور ماهہ آهي، اها صورت عين الله آهي.

هيڪڙائيءَ ۾ اسان حاضر آهيون، ٻيائيءَ وارن کان ٻاهر آهيون،
دم اناالحق اظهار آهيون، صوفي صاف ڏسڻ جي صلاح آهي.

گمراهن کان آهي پاسي رب، محبت ۾ اٿئي سڀ مطلب،
سمجهہ ويجهو يار و نحن اقرب، ايئن سائين ساهہ پساهہ آهي.

مذهب سارو مونجهارو ٿي، نڪري تنهن کان نيارو ٿي،
انهيءَ قيد کي ڇڏ اشارو ٿي، سارو سِرُ سُبحان الله آهي.

حق موجود سدائين ڄاڻين ٿو، پو ڪنهن تي ڪاوڙ آڻين ٿو،
اِها موج الاهي چونہ ماڻين ٿو ڏس ڪيئن 'بگن' بادشاهہ آهي.





تلهہ:

سپ دن ويکيا ماهي، وي مئن سپ دن ويکيا ماهي،
ونحن اقرب ويجهو وسدا، ڪانهي جاءِ جدائي.

آلانسان سِرِي و آنا سِره، ڪيتس سان سپاهي،
عشقئون اپڻي آپي ماهي، ميم دي مرلي چائي.

تخت هزاره ڇوڙڪي رانجهن رنگپور تي ڳيا راهي،
مَئن ماهِي دِي ماهي ميڏا، لوڪان خبر نہ ڪائي.

چاڪان والا پوش جو پاڪي، بيشڪ پول پلائي،
سهڻا سائين صحيح سڃاڻي، ٻوڙي ٻول ٻيائي.

ڪاف ڪشالا ڪاتي آيا، ڇوڙڪي شاهنشاهي،
هر صورت وچ سير سَمايُس، سارا راز الاهي.

آدم دي وچ آپ الايس، اناالحق اوڳاهي،
هِڪ ڪَر ڄاڻ حقيقت دي وچ، سُهڻي صاف صَلاحي.

هِردي ميڏي حاضر ناظُر، وسدا هوتُ هنباهي،
برهہ دي ڏاڍي باري 'بگن شاهہ'، بيحد بات بتائي.



# ڪافي مجازي موج

ٿلهه:

سينو اوهان سان، ڪهڙو ساهيون،
جيئن سمجهو اسان اُونئن آهيون.

لڪين عيب آهن اسان ۾،
لِڪَ تو ڪان ڪهڙا لِڪايون.

سورن سهڻ جي ناهي طاقت،
تنهنجي آڏو اسان چاهيون.

ڇڏيندس ڪين در تنهنجو
ڳچيءَ ۾ پاند تا پايون.

ڌڪاريندين جي تون مون کي،
ته به توڏي تا ڪاهيون.

سدائين ساهه توکي ساري،
ڳڻ تنهنجا ويٺا ڳايون.

پرين پرچي، ڪيو پنهنجو
اميدان ڪيئن، پلا لاهيون.

’بگن شاهه‘ چئي، بي نيازيءَ جون،
تنهنجون وات آهن وايون.





تلھ:

مل اچي او منھنجا مِٺا،
اڃان توسان دل جون ڳالھيون سلٽيون اٿم.

جدا جالڻ ڪين اچي ٿو
قرب تنھنجي ۾ ھُجئون ڪَٺا.

نينھن اسان جو نِسَنگ رھي ٿو،
چاڙھ انھيءَ ۾ ھجئون چِٺا.

چاھ تنھنجي ۾ چَريو ٿيندس،
ڦاڙي ڪندس ڪپڙا ڦٽا.

برھ جي 'بگن شاھ' باھ ٻري ٿي،
جيءَ اندر ۾ ڏئي ٿي جَھٽا.





تلهه:

هڪڙي يار جي ياري، ڪانگا ياد پوي ٿي،
ڪانگا ياد پوي ٿي، دلڙي مونجهي رهي ٿي.

دلڙي دردن ماري، آهي ڳٽتين ڳاري،
هيءَ وس نہ ويچاري، راتيان ڏينهان رڙي ٿي.

ڪانگل تنهنجي ٻولي، هينئڙي لائئي هولي،
دلڙي فراقن قولي، سختيون سور سهي ٿي.

ياري ڪٽي وئي يار، ڏسي عيب اپار،
ڪيل تنهنجا اقرار، ڇڏيون ڪين ڇڏي ٿي.

سورن جي هيءَ سرڪي محبوب ڏني آه مرڪي،
جيءَ اندر ۾ جهرڪي جهوريءَ منجهہ جهجي ٿي.

چوي 'بگن شاهہ'، ساٿي تيندو الله،
هادي آهي همراهہ، جنهن جي تاريءَ تڳي ٿي.





تلھ:

ديدن ساڻ ديوان ڪيو تو، سچڻ اسان ڪي.

رمز رلائي رهبر سائين، سڪ منجهان سلطان ڪيو تو
سچڻ اسان ڪي.

فيض فياضؔ ساڻ ملائي، صورت جو سُبحان ڪيو تو
سچڻ اسان ڪي.

عرش اوتارو اسان جو آهي، لاحد لامڪان ڪيو تو
سچڻ اسان ڪي.

بيشڪ بالا برھ بگن جو قائم قول قرآن ڪيو تو
سچڻ اسان ڪي.





تلهہ:

حياتي حسن وارن سان، گذارڻ ڪو ضرور ڪونهي،
جهوري جند جان پنهنجي کي، جلائڻ ڪو ضرور ڪونهي.

حَقيقي راهہ تي سهڻو نظر نہ ايندو ڪڏهن ڪاتي،
چڏائي جو راهہ رهبر جي، رُلائڻ ڪو ضرور ڪونهي.

سَچائي سخن سان سهڻو پلي تون ڳولهہ دنيا ۾،
اجايو عشق مولا جو مِتائڻ ڪو ضرور ڪونهي.

ڏنو مون حسن هاديءَ جو وبا پئي جڳ مون ڪان وسري،
حقيقي حسن تي حملو ڪرائڻ ڪو ضرور ڪونهي.

خدائي خيال تي عاشق، برهہ ۾ رهہ 'بگن شاهہ' تون،
وڃي اکڙيون وري پئي هنڌ، آڙائڻ ڪو ضرور ڪونهي.





تلھ:

منھنجي اڳڻ تي اڄ ويھي، ڪانگل ڪٿي تو ڳالھ جا،
ملندا اڇي توسان وري، اھي ھوت تنھنجي حال جا.

سعيو جَنين ڪي پاڻ ھو سُتَت لَھڻَ سنيالَ جا،
سي نہ وسرن ٿا سڄڻ، وعدا جنين وصال جا.

محبت بنا آھي مرڻ، معنيٰ سمجھ مثال جا،
جڳ ۾ جِيئڻ ٿيا ڏينھڙا، جانب ري جَنجال جا.

مرڪي ملڻ جي مون سان ڪٿي، محبوبن ھئي مقال جا،
سي ويا سانگي ڇڏي، موتي مِلڻ مَحال جا.

فاقِيا فقيرن کي سدا، فِڪر ۾ فِي الحال جا،
خوشي ۾ نہ رھن سدائين، خاص خدائي خيال جا.

برھ جي 'بگن شاھ' سان، ڪريو پلائي پال جا،
پاڻ ڪر پورا مِتا، ھن سوالي جي سوال جا.





تلهہ:

رڳ رڳ ۾ آ رهاڻ،
آريءَ جي تہ اچڻ جي.

سيئي سهنديس سِرَ تي،
ڪوهيارَل جي ڪاڻ.

ورتيون ويندا ڪين ڇڏيندا،
هيٺڙي ايندا هاڻ.

سکن مون سان ڪين رهايو
سُور هَليا هينم ساڻ.

جيجل هن تہ جبل ۾،
پرزا ڪنديس پاڻ.

'بگن شاهہ' چئي، پنيور ۾،
چو رهان چاڪاڻ.





تلهہ:

بِنا ديدارِ دلبر جي، دلڙي ڪانہ ڪا رهندي،
ڪري پساهہ پنهنجا پورا، محبت ۾ مَرِي ويندي

چڏي گهر ٻار سڀ پنهنجو، پٽيان هيءَ هوت جي هلندي،
ڪري پنڌ پاڪ پيرن سان، پرين ڪي وچي پڄندي

جدا جانب سوا جيڏيون، هتڙي ڪين جاليندي،
ڏکيو رهڻ آهي منهنجو وچي هيءَ پيشِ سا پوندي

دل منهنجي اوڏنهن ڪاهي، جاتي مالڪ منهنجو آهي،
پنهل جا پارَ پئي پُڇائي، وتي ٿي روهہ ۾ رڙندي

’بگن شاهہ‘ چئي برهہ باري، ڪندو پنهنجي قربداري،
وَس ناهي ويچاري، دونهين اندر پئي دُکندي



# وصال نامو

شرف شفقت شوق سان، شاھ ولايت شان ھو
غوث صمداني لقب، مڙني متانھون مان ھو.

تيو فقر جو فيض ور، رھنما روشن ضمير،
من خدا سان موج محڪم، اھو سندن اعلان ھو.

قدم قادر سندو قائم، جاءِ بجاءِ جنسار ھو
سير ثابت ڪيائين سارو، مالڪ لامڪان ھو.

واقف روحاني راز کان اعليٰ ساري اسرار کان،
ظاھر ڪري ڇا ھيءَ زبان، برتر بالا بيان ھو.

منھن مبارڪ محمدي، صاف صورت تنھن سندي،
سِرُ علي ھادي ۽ مھدي، پنجتن نسل نشان ھو.

يتيمن جو يار ھو، ضعيفن ذميوار ھو،
صوفي سالڪ سردار ھو، سر حسيني سامان ھو.

روشن ستارو راھ جو، دائم دستگير درگاھ جو،
پيشوا پياسي پيار جو، پسڻ لاءِ پھلوان ھو.

جيڪي چيائون سو ٿيو، آخر منھنجو ڏسنديئو لقا،
سچ آھيان ڪچ ڪين ھوندو، فائق سندو فرمان ھو.

دل سدا تو سان ھجي، آھي فقير ھن جو عرض،
معلوم منھنجو توکي مٺا، ھن درد جو داستان ھو.

حشمت ھميشہ ھاشمي، ھکل ھردم حيدري،
جلوه جاري جڳ ۾ سدا، جوش با جولان ھو.

پاڻ ڪيائين پورا سخن، حاسد ڇا ڇاڻن حال ڪي،
اتڻ ويھڻ موٽي اچڻ، سڀ عشق جو امتحان ھو.

مشتاق تو سان موج ۾، سھڻي صورت سرتاج ۾،
الله واري اوج ۾ ٻيو نا رھيو ارمان ھو.

باھمت ھر حال خود، عاشق حسن جمال خود،
لڄ پرور لعل خود، داتا ڏلين جو دان ھو.

بيشڪ بھادر برھہ ۾، سائين سخي سلطان ھو،
ناقص ھي بيڪس 'بگن شاھ'، در تنھين دربان ھو.



# ميران مددگار

## " ڏوھيڙا "

*

مريد محي الدين جو جيڪو چئو طرف چوائيندو،
تنھن ڇُوري کي ڇپر ۾، ڇني ڪين ڇڏيندو.
ٻر جَھلو بگن شاھ جو ھميشہ ھوندو،
قادر غم ڪٽيندو ھادي اچي ھنباھ ۾.

*

دِلئون دستگير کي، جيڪو سوالي ڪندو واڪا،
پچائيندس اچي پلڪ ۾، ھوندس جيءَ اندر جيڪا.
ميٺ بَدِيُون بگن شاھ جون، تون بغدادي بانڪا،
منھنجي ڪُوڪَ ڪاڪا، مَنَ قادر جي ڪن پَئي.

*

پھچ پير دستگير، توکي سائل تو ساري،
ڪشتي ڪڍ ڪُن مان، وچ طالب کي تاري
ھلي اچ ھنباھ ۾، واڳ ولھيءَ ڏي واري،
نيڻ ڪٽي نھاري، توڏي بغدادي بگن شاھ تو.

*

مَتان مون ڏي پير، اوڪيءَ ۾ نہ اچين،
اُونهي مان اُڪارئين، دلبر دستگير،
ميران محي الدين مير، ڪٽندي بار بگن شاهہ جا.

*

مدد ڪر مريد جي، اچي هٿ ڏئي هلايو
پيڙا ٻڏل تو تاريا، آهي رحمان جو رايو.
مرده بہ تو جياريا، تو لئہ فائق ائين فرمايو
مرشد ونجو ميران محي الدين، پيو اَٿوَ عقل اَجايو.
حَسني تون حُسيني تون ائين حڪم هلايو
اولاد علي شير جي، ائين الله الايو.
مڙئي مريد اچي ٻڌي، ٻئي ٻانهون ٻاڏايون،
سيگهہ ڪري سعيو پِيرَ ڇڏايو پنهنجا.

*

پير ڇڏاءِ پاهنجا، هڪل ڏئي هيڪر،
ڪاهي اچ گست مان، ڪر قادر پير گسَرِ،
مبارڪن جي مريدن ڪي، پير ڏيارج پاڪرَ.
حامي تجان هن جهان ۾ پيو حاضر منجهہ حَشر،
بانڪا بهادر اچي هٿ ڏيج هاڻ مون.



هن سوالي جي سيدا، واهر ڪيو وير،
پيڙيءَ ڪي پاهر ڪيو، ثابت منجهان سير،
دانهان ٻڌي دکيءَ جون، تون دلبر دستگير،
سڏ ڏي سوالي، ٻُڌي پُڪاران پير،
ميران محي الدين مير، اچي هٿ ڏي هيٺيءَ ڪي.



هٿ ڏيئي هيٺيءَ کي، رهبر رسايو راهہ
قادر هن ڪمينيءَ ڏي، ڪيو قرب منجهارئون ڪاهہ
ڇڏايو ڇيهَن ڪان، آجو ڪيو ارواح.
محبوب سبحاني قطب رباني لقب تنهنجو بغدادي بادشاهہ
پيران پير دستگير آهين، شاهن سندو شاهہ
رکيو اٿم روح سان، توتي واحد جهڙو ويساهہ
ڪارڻ مير محمد شاهہ اچي ڪر مدد مسڪين بگن مريد جي



هَٿُ ڏيج هاڻ مون، ڇو جو آهيان اوهان جو
نالو چاڙهيو دفتر تي، پير ڪيو پنهنجو.
سڏ ڏي تون سيدا، اهو مَيج سوال منهنجو
ٻيڙو تار ٻاجهہ سان، جو اُٿليو آ اهنجو.
سائين ڪر سَهنجو ثابت اِنهيءَ سِير مان،



ثابت انهيءَ سير مان، ٻيڙو تار ٻڏل.
قادر بنا ٻيو ڪير ڪدي، جيڪو ڇولين جو تہ ڇڏلُ
روز ازل کان رهبر تو سان، آهي روح رَليَلُ.
بغدادي بگن شاهہ، توکي پير آهي پَرتَل،
جَن جو تو ۾ خيال ڪُتل، سي لهر ڪنهن نہ لوڏيا.



# اندر جا آئينا

((ڏوھيڙا ))

(1)

عشق جني اندر ۾ صاف تني سينا،
سواءِ عشق الله جي، ٻولي ٻولن ٻينا.
ھادي واري حال تي، رھن يڪدل يقينا،
اتن اندر ۾ آئينا، ڀڳن شاھہ سدا پسن پرين کي.

(2)

ھوتُ ڳولڻ پئي ھٿ تي، ناھہ عادت عارفَن،
سامي پنھنجي سر ۾، ٿا لوچي لعل لھن.
جنھن سان پسن پرين کي، اھا نہ لڌي واٽ آنڌن،
ٻيائيءَ وڏا ٻوڙي، جيڪي ٿيا ماٺھو مذھبن.
لايفُوت وَلا يَموتُ، اھي سچا ٿا سمجھن،
پئي ٻوٽيون جن، تن صورت ڀَسي سبحان جي.

(3)

سَڀوجهن تہ سڏ سڻيا، پر اَڀوجهن کي بہ تنهنجو آسرو
لا تقنطوا من رحمة الله، ٿُنهنجي توهہ ٿَريا.
فاذكروني اذكركم، ٻُڌي پَنڌ پيا،
ڇڏي تِيرٿ تَڪيا، واچيندا ويا.
سواءِ سبحان جي، ڪنهين مالَ نہ موهيا،
فکر ۾ في الله جي، فاني فنا ٿيا.
گروءَ واري گام تي، غازين سر گنوايا،
هوڪو ٻڌي همہ اوست جو، حقي حال هيا.
وِرهہ واري ويڙهہ ۾، ويراڳي تہ ويا،
عشق وارا الله ڏي، انهيءَ پَرِ آيا.
تن کي سدائي سَعيا برهہ ڏي بگن شاهہ چوي.

**

# اکين جي آس

((ڏوھيڙا))

(1)

ڪا جا ڳالھ ڳُٺي، اکين انھيءَ پار جي
ماٺ نہ ڪيائون مون وٽ، وين اھو واءُ وٺي
برھہ ۾ بگن شاھہ چئي، بيحد بات بٺي
تڏھن خيال ڪٺي سُمھڻُ ڇڏيائون سيد چئي

(2)

ڏاڍي اداس اکين کي، جن پورو پَھُہ ڪيو
پرين جي پسڻ جي، پلپل ڪن پياس.
آري اچي اگڻ تي، اھا اٿن آس،
برھہ ۾ بگن شاھہ چوي، باسيائون اِھا باسَ.
وٺڻ بنا واسَ، رھنديون ڪين روئڻ ڪان.

(3)

ڇميان پرين جا پير جيڪي اگڻ منھنجي آيا.
سٺي سڏ سيد جا، ساجھر آيا سَوير،
بيخودي ۾ بگن شاھہ چوي، ڪيئون بيحد مون ڏي پير.
ھيءَ ڪميني ڪير، جو قدم نہ مچي قرب جو.

آهين شاهن جو شاهہ، هادي فيض جو درياهہ،
دائم تنهنجي درگاهہ، بيواهن جي واهہ،
**آباد عشق انباهہ** برھ ۾ بگن شاهہ،
منهنجا ميران محي الدين مير، سدا دل ساري ٿي.
”داتا بگن شاهہ“